# گـورنمينت بـوائـز سـيـڪـينـدري اسـڪـول
# پـرو وليـج مـــــلير ڪـــراچـــــي

# X اسلاميات

بورڊ آف سيڪينڊري ايجوڪيشن ڪراچي جي نصاب مطابق




مرتّب

**مـحـتـرم مُحَمَّد اڪبر بـلـوچ**

(ايچ . ايس . ٽي)

( ترتيب:  عُزير احمد بلوچ )



## گورنمينٽ بوائز سيڪينڊري اسڪول پرو وليج ملير ڪراچي

**مضمون : اسلاميات X**

**مرتب : سائين مُحمّد اڪبر بلوچ**

- حضور اڪرم ﷺ جن ٢٢ اپريل سن **٥٧١** ع ۾ **مڪي شريف** ۾ پيدا ٿيا.
- پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر **٦** سال هئي ته سندن **والده** وفات ڪئي.
- حضور ﷺ جن جي عمر **٨** سال هئي ته سندن **ڏاڏي** به وفات ڪئي.
- رسول اڪرم ﷺ کي نبوّت **٤٠** سالن جي عمر ۾ عطا ٿي.
- مديني هجرت وقت رسول اڪرم ﷺ جي عمر **٥٣** سال هئي.

- حضور ﷺ جن تي وحي جو سلسلو **٢٣** سال تائين جاري رهيو.
- حضرت خديجه ؓ سان نڪاح وقت حضور ﷺ جن جي عمر **٢٥** سال هئي.
- حضور اڪرم ﷺ مڪّي ۾ **صفا** جي جبل تي چڙهي پنهنجي قوم کي اسلام جو پيغام پهچايو.
- حضور ﷺ جن سان نڪاح وقت حضرت خديجه ؓ جي عمر **٤٠** سال هئي.
- حضور ﷺ جن ازواج مطهرات جو تعداد **١١** هو.
- قرآن ڪريم جو نازل ٿيڻ **وحي** ذريعي ٿيو هو.
- حضور ﷺ جن تي قرآن شريف اٽڪل **٢٣** سالن ۾ نازل ٿيو.
- جنگ بدر **٢** هجري ۾ لڳي. ان ۾ مسلمانن جو تعداد **٣١٣** هو.
- جنگ احد ۾ ڪافرن جو سردار **ابو سفيان** هو.
- جنگ خندق سن **٥** هجريءَ ۾ پيش آيو.
- رسول اڪرم ﷺ جن خود **بدر** جي جنگ ۾ شريڪ ٿيا.
- ” بيشڪ اوهان اخلاق جي اعليٰ درجي تي فائز آهيو“. اهي لفظ **قرآن** جا آهن.
- جهاد جا **ٻه** قسم آهن.
- الله تعاليٰ جا مقرب فرشتا جيڪو الله جي رسولن تي وحي آڻيندو هو، ان جو نالو **جبرائيل** آهي.
- حجةالوداع ۾ **هڪ لک** کان وڌيڪ مسلمان شريڪ ٿيا.
- مڪّي جي فتح وقت مسلمانن جو تعداد **ڏهه هزار** هو.
- مڪّو شريف **٨** هجري ۾ فتح ٿيو.
- صلح حُديبيه **٦** هجريءَ ۾ ٿي.

- حضور ﷺ جن مڪي کان هجرت کان پوءِ پهريائين **ثور** غار ۾ ترسيا.
- مديني شريف جو اصل نالو **يثرب** آهي.
- مسجد اقصيٰ **بيت المقدس** شهر ۾ آهي.
- اسلام جي ابتدائي دور ۾ حبش جو حاڪم **نجاشي** هو.
- اسلام خاطر سڀ کان اڳ مسلمانن **حبش** جي طرف هجرت ڪئي.
- حبش جو بادشاهه نجاشي **عيسائي** مذهب جو ميڄندڙ هو.
- خانه ڪعبه ۾ سڀ کان پهرين نماز حضرت **حضرت عمر**ؓ جي ايمان آڻڻ کانپوءِ ادا ڪئي ويئي.
- حضرت حمزهؓحضور ﷺ جن جا **چاچا** هئا.
- زم زم جو چشمو **مڪّي مڪرّمه** ۾ واقع آهي.
- جن ڳالهين تي رسول اڪرمﷺ جن عمل فرمايو تن کي **سنت** چئبو آهي.
- رسول اڪرمﷺ جن جي قولن کي **حديث** چوندا آهن.
- مذهبي مسئلي کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ جي علم کي **فقه** چئبو آهي.
- قرآن پاڪ جو سڀ کان پهرين مُفسر **حضور ﷺ** آهي.
- الله تعاليٰ جي اِطاعت ، فرمانبرداري ۽ حضورﷺ جن کي نبي مڃڻ جو نالو **اسلام** آهي.
- اسلام ۾ جن شين جو استعمال ڪرڻ جائز آهي ، اُهو **حلال** چئبو آهي.
- انسانن تائين الله جي پيغام پهچائڻ جي عمل کي **رسالت** چئبو آهي.
- الله تعاليٰ جي انهن حڪمن کي جن جو ادا ڪرڻ تمام ضروري آهي **فرض** چئبا آهن.
- رسول اڪرم ﷺ معراج تي **مسجد اقصيٰ** کان ويا هئا.

- حديث قرآن شريف جي قولي ۽ عملي **تفصير** آهي.
- حضرت ابوهريرهؓ **۵۳۷۴** حديث لکيا آهن
- **حضرت عبدالله بن عمرؓ** جي سهيڙيل حديثن جو تعداد حضرت ابوهريرهؓ جي حديثن کان زياده هئي.
- جن ڪمن جي ڪرڻ جو قرآن حڪم ڏنو آهي ، انهن کي **امر** چئبو آهي.
- جن ڳالهين کان قرآن منع ڪيو آهي انهن کي **نهي** چوندا آهن.
- قياس جي معني آهي **اندازو**.
- فقہ جا بنيادي اصول ۽ وسيلا **۴** آهن.
- دنيا ۾ پهريون امن جو معاهدو **حلفُ الفضول** هو ،
- حضرت نوح عليه السلام پنهنجي قوم ۾ **۹۵۰** سالن تائين رهيو.
- مڪّي ۾ ڪعبه شريف **حضرت ابراهيم** عليه السلام تعمير ڪيو.
- توريت **حضرت موسيٰ** عليه السلام تي نازل ٿيو.
- حضرت موسي عليه السلام تي توريت **طور** جي جبل تي نازل ٿيو.
- شرم ۽ حيا **ايمان** جا جزا آهن.
- حضرت ابراهيم عليه السلام کي **نمرود** جي حڪم سان باهه ۾ اڇلايو ويو.
- حضرت **يعقوب** عليه السلام جي اولاد کي بني اسرائيل چوندا آهن.
- حضرت دائود عليه السلام تي جيڪو آسماني ڪتاب نازل ٿي ، ان جو نالو **زبور** آهي.
- حضرت عيسي عليه السلام تي جيڪو آسماني ڪتاب نازل ٿي ، ان جو نالو **انجيل** آهي.
- اسلام جو پهريون خليفو **حضرت ابوبڪر صديقؓ** هو.

- **حضرت عثمان غنيؓ** کي ذوالنورين چوندا آهن.
- وضو ۾ **۴** فرض ۽ **۱۳** سنت آهن.
- غسل ۾ **۳** فرض ۽ **۴** سنت آهن.
- حج ۾ **۳** فرض آهن.
- حضرت ابوبڪر صديقؓ جي زماني جي آخري جنگ **يرموڪ** جي جنگ هئي.
- حضرت عائشه صديقهؓ حضرت **ابوبڪر صديقؓ** جي ڌيءَ هئي.
- هجري سن جي شروعات **حضرت عمرفاروقؓ** فرمائي.
- عرب بيت کي **۵** حصن ۾ ورهايو ويو آهي.
- حضور اڪرم ﷺ جن کان اڳ عرب ۾ **۵** مذهب هئا.
- رسول اڪرمﷺ جن جي مدني زندگي جي مدت **۱۰** سال آهي.
- عربن ۾ سڀ کان معزز قبيلو **بنو هاشم** هو.
- حضورﷺ جن کي ننڍ پڻ ۾ ئي **صادق** ۽ **امين** سڏيائون.
- حضور ﷺ جن جي دائي جو نالو حضرت **بي بي حليمهؓ** هو.
- حضورﷺ جن جي پرورش **بنو سعد** قبيلي ۾ ٿي.
- حضور ﷺ جن کي بي بي حليمهؓ کانسواءِ **حضرت ثويبهؓ** به کير پياريو هو.
- حضورﷺ جي جي ڏاڏي **حضرت عبدالمطلب** اوهان جو نالو **مُحَمَّد** رکيو.
- دائي حليمهؓ حضورﷺ جن جو پرورش اٽڪل ۴ سال ڪئي.
- حضورﷺ جن اٽڪل **۳** سال تائين شعب ابي طالب ۾ رهيا.

- ابوطالب ۽ حضرت خديجةؓ جو وفات ۱۰ هجري ۾ ٿيو.
- حضورﷺ جن جو رحلت ۱۲ ربيع الاول ۱۱ هجري ۾ ٿيو.
- **حضرت خديجةؓ** پهريون اُمّ المومنِين هئا.
- حضرت بيبي خديجةؓ عورتن مان سڀ کان اڳ اسلام قبول ڪئي.
- حضرت خديجةؓ جي غلام جو نالو **ميسره** هو.
- حبش جي بادشاه جي دربار ۾ **حضرت جعفرؓ** قرآن جي تلاوت ڪئي.
- حضرت حمزةؓ **حضرت عمر فاروقؓ** جي هٿان ايمان آندو.
- پهرين وحي جو پهريون لفظ اقراء هو.
- الڪِتاب کان مراد **قرآن شريف** آهي.
- اسلام جي بدترين دشمنن ۾ ابُولهب ، ابُو جهل ۽ **عبدالله بن اُبي** اڳيان هئا.
- حضورﷺ جو خانداني سلسلو **حضرت ابراهيم** عليه السلام کان شروع ٿئي ٿو.
- رسول اڪرمﷺ **حضرت اسماعيل** عليه السلام جي اولاد مان آهي.
- حضورﷺ جي والد جو نالو **حضرت عبداللهؓ** ۽ والده جو نالو **بي بي آمنةؓ** هو.
- حضورﷺ جن نبوت جون نشانيون هڪ عيسائي راهب **سملور** سڃاڻي ورتيون.
- قبلي جي تبديلي جو حڪم **مديني** شهر ۾ نازل ٿيو.
- سوره اِخلاص ۾ **توحيد** جي عقيدي کي بيان ڪيو ويو.
- بسوس جي لڙائي ۴۰ سالن تائين جاري رهي.
- نبوت جي ۱۲ سال ۾ حضورﷺ جن کي معراج ٿي.

- نبوت جي ١٣ سال ۾ حضورﷺ جن مڪي ڪان مديني هجرت فرمائي.
- صلح حديبيہ جو واقعو **هجرت** ڪان پوءِ پيش آيو.
- رسولﷺ جن جي حديثن کي **وحي خفي** به چوندا آهن.
- ٧ ڳالهين يا شين تي اعتماد رکڻ جو نالو ايمان آهي.
- اسلام جي بنياد ٥ شين تي آهي.
- عمل جي بنياد **ايمان** تي آهي.
- نماز جنازه **فرض ڪفايه** آهي.
- اسلام جو بنيادي رڪن **توحيد** جو اقرار آهي.
- اسلام جو ٻيو رڪن **نماز** آهي.
- اسلام جو ٽيون رڪن **زڪوات** آهي.
- اسلام جو چوٿون رڪن **روزو** آهي ، جيڪو ٢ هجري ۾ فرض ٿيو.
- اسلام جو پنجون رڪن **حج** آهي ، جيڪو **٩** هجري ۾ فرض ٿيو.
- حضورﷺجن جي طريقي کي **سنت** چوندا آهن.
- قرآن جي صريح حڪمن کي **نصوص** چوندا آهن.
- ڏينهن ۾ پنج نمازون نبوت جي ١٢سال ۾ **شب معراج** ۾ فرض ٿيون.
- اسلام جي شروع واري دور ۾ ٢ نمازون فرض هيون.
- حديث جون مشهور ڪتابون **صحاح ستہ** سڏبيون آهن.
- بخاري شريف جي حديثن کي **حديث قدسي** به چئبو آهي.

- حديثن کي سهيڙڻ جو ڳهٽو ڪم **حضرت عمر بن عبدالعزيزؒ** جي دور ۾ ٿيو.
- اسلامي حڪمن جو پهريون ذريعو **قرآن مجيد** آهي.
- اسلامي حڪمن جو ٻيو ذريعو **سنت** آهي.
- اسلامي حڪمن جو ٽيون ذريعو **اجماع** آهي.
- اسلامي حڪمن جو چوٿون ذريعو **قياس** آهي.
- **پاڪيزگي** ڪي اڌ ايمان چوندا آهن.
- وحي جي ڪاتبن جو تعداد **۴۰** آهي.
- حضرت حفصهؓ **حضرت عمرفاروقؓ** جي **ڌيءُ** هئي.
- حضورﷺ جن جي ڏند مبارڪ جنگ **احد** ۾ شهيد ٿيا.
- اُمّ المومنين حضرت **اُم حبيبهؓ** ٻنهي هجرتن ۾ شريڪ ٿيون.
- حضرت امام حسينؓ **۱۰** محرم **۶۱** هجريءَ ۾ **ڪربلا** ۾ شهيد ٿيا.
- چار ئي خلفاءِ راشدينؓ **عشره مبشره** ۾ شامل آهن.
- آزاد مردن مان سڀ کان اڳ **حضرت ابوبڪر صديقؓ** ايمان آندو.
- حضرت ابوبڪر صديقؓ جو تعلق **بنو عدي** خاندان مان هو.
- هجرت وقت غار ثور ۾ پاڻ سڳورنﷺ جا ساٿي **حضرت ابوبڪرؓ** هئا.
- معراج جي تصديق ڪرڻ وارن ۾ سڀ کان پهريون شخص **حضرت ابوبڪر صديقؓ** هو.
- حضرت ابوبڪر صديقؓ جو وفات **۲۳** جمادي الثاني **۱۳** هجري ۾ ٿيو.
- حضرت ابوبڪر صديقؓ **حضرت بلالؓ** کي خريد ڪري آزاد ڪيو.

- حضرت ابوبڪر صديقؓ جو اسلامي نالو **عبدالله** هو.
- جنگ **فجار** ۾ **حضرت عمر فاروقؓ** حضورﷺ جن سان ١۵ سالن جي عمر ۾ شريڪ ٿيا.
- حضرت عمر فاوقؓ کي **ابو لولوفيروز** شهيد ڪيو.
- اسلام قبول ڪرڻ وارن ۾ چوٿون نمبر **حضرت عثمان غنيؓ** جو هو.
- حضرت عثمان غنيؓ جي شادي حضورﷺ جن جي نياڻين حضرت **اُم ڪلثومؓ** ۽ **حضرت رقيهٓ** سان ٿي. انهيءَ ڪري کيس **ذوالنورين** به سڏيندا آهن.
- حضرت عليؓ جي ڪنيت **ابوالحسن** ۽ **ابوتراب** آهي.
- ٻارن ۾ سڀ کان اڳ **حضرت عليؓ** ايمان آندو.
- حضرت عليؓ جنگ **بدر** ۽ جنگ **احد** ۾ حصو ورتو.
- حضرت عليؓ پنهنجي خلافت جو گاديءَ جو هنڌ **ڪوفي** جي شهر کي بنايو.
- حضرت عليؓ کي خيبر جو فاتح به چئبو آهي.
- سوره القارعية **مڪّي** سورت آهي.
- سوره الڪوثر ۾ **٣** آيتون آهن.
- قرآن ڪريم جي سڀ کان ننڍي سورت **الڪوثر** آهي.
- لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِي رَسُولُ اللهِ اُسْوَةً **حَسَنَة**
- وَاعْتَصِمُوابِحَبْلِ اللهِ **جَمِيْعاً** وَّلَا تَفَرَّقُوا
- وَجَاهِدُوافِي سَبِيْلِهِ لَعَلَّكُمْ **تُفْلِحُون**
- وَقُوْلُوْ الِلنَّاسِ **حُسْناً**
- وَ **بِاالْوَالِدَيْنِ** اِحْسَاناً

- اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَاللهِ **اَتْقٰكُمْ**
- **وَاذكُرُو** اللهَ كَثِيْرًا لَّعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْن
- اِنَّمَا الاَعْمَالُ **بِاالنِّيَّات**
- اَلْمُسْلِمُ مَنْ سَلِمَ الْمُسْلِمُوْنَ مِنْ **لِّسَانِه** وَيَدِهٖ
- اَلرَّاشِي وَ**الْمُرْتَشِي** كِلَا هُمَا فِي النَّار
- **تَفَقَّهُوْا** فِي الدّيْن
- اَلدُّنْيَا **مَزرَعَةُ** الْاٰخِرَة
- كُوْنُوْا عِبَادَاللهِ **اِخْوَاناً**
- خَيْرُ النَّاسِ مَنْ **يَّنْفَعُ** الِنَّاسِ
- مَنْ **غَشَّ** فَلَيْسَ مِنَّا
- اَلصَّلٰوةُ **عِمَادُ** الدِّيْن
- اَلْجَنَّةُ تَحْتُ اَقْدَامُ **الاُمَّهَات**
- اَرْحَم من فِي الْاَرْضِ **يَرْحَمُكَ** منْ فِي السَّمَاءِ
- خَيْرُ كُمْ مَنْ تَعَلَّمُ الْقُرْآنَ وَ **عَلَّمَه**
- لَا دِيْنَ لِمَنْ لَا **عَهِدَ لَه**
- طَالِبُ الْعِلْمِ فَرِيْضَةً عَلٰي **كُلِّ مُسْلِمُ**
- **اَلْكَاسِبُ** حَبِيْبُ الله
- اَلْقَارِعَةُ جي معني آهي **ڪڙڪائيندڙ**

- حَامِيَة جي معني آهي <u>**تيز ٻرندڙ باهه**</u>
- اَلْعَصْرِ جي معني آهي <u>**عصر جي نماز جو وقت**</u>
- خُسْرٍ جي معني آهي <u>**تباهي، گمراهي**</u>
- اَرَئَيْتَ جي معني آهي <u>**ڇا تون ڏٺو**</u>
- يَدُعُّ جي معني آهي <u>**زور سان ڌڪو ڏئي ٿو**</u>
- يُرَآءُون جي معني آهي <u>**ڏيکاءُ ڪن ٿا**</u>.
- سَاهُوْن جي معني آهي <u>**غافل ۽ سست**</u>.
- اَلكَوثَر جي معني آهي <u>**حوضِ ڪوثر**</u>.
- شَانِئَکَ جي معني آهي <u>**تنهنجو دشمن**</u>
- اَحَد جي معني آهي <u>**هڪ، يڪتا**</u>.
- اَلصَّمَد جي معني آهي <u>**بي نياز**</u>.
- اَعُوْذُ جي معني آهي <u>**پناه گهران ٿو**</u>.
- فَلَقِ جي معني آهي <u>**صبح ٿيڻ**</u>.
- اَلنَّاسِ جي معني آهي <u>**انسان**</u>.
- اَلوَسْوَاسِ جي معني آهي <u>**وسوسو وجهندڙ**</u>.
- اَلخَنَّاسِ جي معني آهي <u>**لڪي لڪي گمراه ڪندڙ**</u>.
- اَلْعُقَد جي معني آهي <u>**ڳنڍ**</u>.
- نَفّٰثٰتِ جي معني آهي <u>**ڦوڪون ڏيڻ واريون**</u>.

- حضور ﷺ جن جي چاچي جو نالو **ابُو طالب** هو.
- رُوحُ الاَمِين **حضرت جبرائيل** عليه السلام جو لقب آهي.
- حضرت اسماعيل عليه السلام جي ٻولي **عبراني** هئي.
- يهود حضرت **عُزير** عليه السلام کي الله جو پُٽ سمجهندا هئا.
- عيسائي حضرت **عيسيٰ** عليه السلام کي الله جو پُٽ سمجهندا هئا.
- اسلام کان اڳ ڪافرن جي بتن جو تعداد **٣٦٠** هو.
- مشرڪن جي سڀ کان وڏي بُت جو نالو **هبل** هو.
- لات ، منات ۽ عزيٰ ڪافرن جا **بُت** هئا.
- حضور ﷺ جن **مديني** ۾ مسجد نبوي تعمير ڪئي.
- رحمةُ العَالَمِين **حضرت مُحَمّد** ﷺ جو لقب آهي.
- لغت ۾ اسلام جي معنيٰ آهي **ڪنڌ جهڪائڻ**.
- **ڪلمه طيّبه** ۾ توحيد ۽ رسالت جو اقرار آهي.
- حضرت عبدالله ابن عمروؓ جي سهيڙيل حديث جي ڪتاب **صحيفه صادقه** آهي.
- حضرت عبدالله بن عباسؓ **٢٦٦٠** حديثون لکيون.
- صلوٰة جي معنيٰ آهي **دُعا**.
- زڪوات جي معنيٰ آهي **پاڪائي**.
- روزي کي عربي ۾ **صَوم** ۽ **صَيّام** سڏبو آهي.
- حج جي معنيٰ آهي **مقصد يا ارادو**.
- ڪعبي شريف جي چوڌاري مسجد **الحرام** آهي.

- حضورﷺ جن جو روضو مبارک **مديني** ۾ آهي.
- نبوّت جي ١٠ سال حضورﷺ جن جي حضرت عائشہ رضي الله عنہ سان نڪاح ٿيو.
- خيبر ٧ هجريءَ ۾ فتح ٿيو.
- ڪفر ۽ اسلام جو پهريون جنگ جنگ بدر آهي.
- حجةالوداع ١٠ هجري ۽ صلح حديبيہ ٦ هجري ۾ ٿيا.
- حضور ﷺ جن ٦٣ ورهين جي عمر ۾ ١١ هجريءَ ۾ خالق حقيقي سان وڃي مِليا.

**** وَالسَّلام ****

( طالبِ دُعا: عُزير بلوچ )